# دیوان

# منهاج الحقیقت

پارسی

## فقیر قادربخش بیدلؒ

مرتب

ڊاڪٽر خضر نوشاهي

سنڌيڪار

ڊاڪٽر عبدالوحيد انڍڙ

# ديوان

# منهاج الحقيقت

پارسی

## فقير قادربخش بيدلؔ


مرتب

داڪٽر خضر نوشاهي

سنڌيڪار

داڪٽر عبدالوحيد انڊڙ



بيدل يادگار ڪاميٽي ۲۰۱۳ء

ڪتاب جو نالو: ديوان منهاج الحقيقت (فارسي)

صاحب ديوان: فقير قادر بخش بيدل

فارسي مؤلف: ڊاڪٽر خضر نوشاهي

سنڌي ترجمو: ڊاڪٽر عبدالوحيد انڍڙ

ڇاپو: (پهريون)

سال: سيپٽمبر 2013ع

ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي

قيمت: =/100 روپيه



Book Name: Deewan Minhaj-ul-Haqiqat (Persian)

By: Fakir Qadir Bux Bedil

Edited By: Dr. Khizer Noshahi

Translated By: Dr. Abdul Waheed Indher

Edition: First September 2013

Published By: Bedil Memorial Committee

Price: Rs. 100/=

# ديوان منهاج الحقيقت
(سنڌي ترجمو)

---

## فهرست

# اداري پاران

فقير قادر بخش بيدل (1872ع – 1814ع) سنڌ جي علم، ادب، عرفان ۽ تصوف جي تاريخ جو هڪ باڪمال نالو آهي. بيدل سائين سونهاري سنڌ جو جيد عالم، اعليٰ پائي جو مفڪر، سنڌي، سرائڪي، اردو، عربي ۽ فارسي ٻولين جو برک ۽ بيمثال شاعر، روحاني رمزن ۾ عوشاق ۽ عارف ٿي گذريو آهي.

بيدل يادگار ڪاميٽي پاران فقير قادر بخش بيدل جي تصنيفات کي شايع ڪرائڻ جو سلسلو باقاعدگيءَ سان جاري آهي. اسانجي خوشقسمتي آهي ته اسين ٻارنهن سالن اندر بيدل سائينءَ جي تقريباً سمورن ڪتابن کي شايع ڪرائڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي ۽ هينئر انهن عربي ۽ فارسي ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي، جنهن جي پهرين ڪڙي اوهان جي هٿن ۾ آهي.

هي فقير قادر بخش بيدل جي فارسي ديوان منهاج الحقيقت جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي جيڪو اسان جي محترم دوست ناميار اديب ۽ محقق ڊاڪٽر عبدالوحيد انڊڙ ڪيو آهي. مذڪوره ديوان منهاج الحقيقت جو فارسي متن ملڪ جي ناميار محقق ۽ فارسي دان ڊاڪٽر خضر نوشاهي مرتب ڪيو هو. جنهن کي پڻ بيدل يادگار ڪاميٽي شايع ڪرايو هو. اميد آهي ته بيدل يادگار ڪاميٽي هر سال بيدل سائينءَ جي ساليانى عرس مبارڪ جي موقعي تي بيدل سائينءَ جي اهڙين ٻين فارسي عربي تصنيفات جا ترجما پڻ شايع ڪرائيندي رهندي.

**اختر درگاهي**
سيڪريٽري
بيدل يادگار ڪاميٽي

سيپٽمبر 2013ع

# پنهنجي پاران

حامد و مصليا اما بعدْ

معزز قارئين ڪرام! حضرت بيدل سائين پنهنجي دور يعني 19 صدي جو وڏو عالم عارف ۽ روحانيت جو مرڪز هيو. پاڻ هڪ ئي وقت عالم دين، صوفي، شاعر، اديب ۽ مورخ هيو. پاڻ پنهنجي 59 سالن جي ڄمار ۾ نظم ۽ نثر ۾ تقريباً 30 ڪتاب هيٺيان يادگار ڇڏيائون.

(1) مثنوي رياض الفقر (2) ديوان سلوڪ الطالبين (3) رموزالقادري (4) مثنوي دلڪشا (5) مثنوي نهر البحر (6) ديوان بيدل (فارسي) (7) قصه هير رانجها (8) قصه ليليٰ مجنون (9) ظهور نامو (10) تاريخ هائي وفات (11) فوائد المعنوي (12) پنج گنج (13) سندالموحدين (14) رموزالعارفين (15) انشاءِقادري (16) في بطن احاديث (17) قرت العينين في مناقب السبطين (18) تقويت القلوب (19) تاريخ سنڌ (20) خطبه جمعه و وصيت نامه (21) عقائد (22) متفرق ڪلام (23) ديوان مصباح الطريقت (24) ڪرسي نامو (25) سرود نامو (26) وحدت نامو (27) وحدت نامه اردو (28) غزليات هندي (29) فرائض صوفيه ۽ (30) ديوان منهاج الحقيقت.

بيدل سائين کي عربي، فارسي، اردو، سنڌي ۽ سرائڪي جهڙين مختلف زبانن تي مهارت حاصل هئي ۽ پاڻ انهن سمورين زبانن ۾ نظم ۽ نثر جي ذريعي خيالن جو اظهار ڪيو آهي. سندس اڪثر تصنيفات فارسي ۾ آهن.

بر صغير پاڪ وهند ۾ صدين تائين فارسي زبان ۽ ادب جي حڪومت رهي آهي، جيڪا دفتري ۽ سرڪاري زبان هجڻ جي

ڪري ڪلام الملوڪ ملوڪ الڪلام جي درجي تي فائز رهي آهي. ان ڪري هن خطي جو وڏيڪ علمي ادبي سرمايو فارسي زبان ۾ آهي. ننڍي ڪنڌ ۾ مغلن جي زوال ۽ انگريزن جي اقتدار تي قبضي ڪانپوءِ فارسي زبان آهستي آهستي ختم ٿيندي وئي، ائين اسان به پنهنجي ماضي جي علمي سرمائي ۽ ادبي ميراث کان غير واقف ٿيندا ويا سين.

ان ڳالهه جو ثبوت سنڌ سونهاري جي صوفين، عالمن، درويشن ۽ شاعرن جو فارسي ڪلام عوام خواه خواص کان پوشيده ۽ سمجهڻ کان ٻاهر رهيو آهي. ان ڪلام جو ملڻ محال ۽ ان جي حفاظت ڏکي ٿي پئي آهي. جس هجي بيدل يادگار ڪميٽي کي جيڪا حضرت بيدل سائين جي قلمي ۽ ناياب فارسي تصنيفات کي منظر عام تي آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهي آهي، جنهن جو ثبوت انهن فارسي ڪتابن جي طباعت آهي، جهڙي طرح گذريل سالن ۾ "ديوان منهاج الحقيقت" (فارسي) جنهن کي محترم ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب ترتيب ڏنو آهي. بهتر ٿئي ها جو انهن فارسي ڪتابن جو سنڌي يا اردو ۾ ترجمو ڪرائي شائع ڪجي ها جيئن فارسي کان نا آشنا استفاده ڪري سگهن ها.

حضرت بيدل سائين جي همعصر جنيد وقت سيدالعارفين حضرت حافظ محمد صديق ڀرچونڊي رحه جي فارسي ملفوظات جيڪا هميشه حضرت مولانا سيد تاج محمود امروٽي رحه وٽ حضر خواه سفر ۾ ساڻ هوندي هئي. ان ملفوظات جي سنڌي ترجمي ڪرڻ جي راقم الحروف کي سعادت ملي ۽ اهو ترجمو جون 2008 ۾ پهريون ايڊيشن ۽ سيپٽمبر 2008ع ۾ ان جو ٻيو ايڊيشن به شائع ٿي چڪو آهي، جيڪو 250 صفحن تي مشتمل

آهيءَ حافظ الملت اڪيڊمي پير چونڊي شريف پاران سجا ده نشين حضرت پير عبدالخالق القادري مد ظله جي ڪوشش سان منظر عام تي اچي چڪو آهي.

راقم الحروف کي حضرت بيدل سائين جي تقريبا هر عرس تي مقالي پڙهڻ جو شرف حاصل ٿيندو رهيو آهي. زير نظر ديوان منهاج الحقيقت جي افاديت ۽ اهميت کي سامهون رکندي ۽ بيدل يادگار ڪاميٽي جي تجويز تي هن فارسي ديوان جي سنڌي ترجمي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اميد آهي ته هيءَ ڪوشش ڪامياب ٿيندي ۽ فارسي کان اڻ واقف حضرات، بيدل سائين جي آفاقي پيغام کان واقف ٿيندا. هن ترجمي ڪرڻ ۾ استاد محمد حسن انڊڙ مشتاق جو راقم الحروف سان هر دم سهڪار رهيو. "ديوان منهاج الحقيقت" . هي ديوان الف ب وارو آهي، هر هڪ حرف جي مڪمل شعر ۾ مطلع سميت 7 مصرع ۽ چوڏهن سٽون آهن. هيءَ ديوان 1265 هجري ۾ مڪمل ٿيو. ان ۾ هر رديف ۾ هڪ غزل آهي. هن ديوان ۾ الله رب العزت جو حمد، جناب سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جي نعت، ائمه ۽ اهل بيت جي منقبت سان گڏ صحابه ڪرام رضوان الله تعالي عليهم اجمعين جي ثنا شامل آهي. ان سان گڏ عشق مجازي ۽ محبوب مجازي جو پڻ سير حاصل بيان موجود آهي ازان سواءِ سلوڪ جي طالبن ۽ حقيقت جي پانڌيئڙن لاءِ بافيض راڌ کي نمايان ڪيو ويو آهي.

هيءَ حقيقت آهي ته اسان جي ديني لٽريچر جو گهڻو حصو فارسي زبان ۽ ادب ۾ موجود آهي جيستري تائين فارسي زبان اسان جي تعليمي ادارن ۾ پڙهائي ويندي هئي ته ان جو اثر، حڪمتون، نصيحتون اسان جي زندگين تي ظاهر هونديون هيون.

پر جڏهن ان زبان جي سمجهڻ ۽ پڙهڻ کان پري ٿيا سون ته اسان پنهنجي بزرگن جي عظيم ورثي وصيتن، حڪمتن ۽ نصيحتن کان بي بهره ٿڄي ويا آهيون.

ان ڪمي کي محسوس ڪندي بيدل يادگار ڪاميٽي ان طرف وک وڌائي آهي اميد آهي ته ان جا خاطر خواه نتيجا نڪرندا.

فقط والسلام.

خادم العلم
**ڊاڪٽر عبدالوحيد انڙ**

دار سعيد روهڙي
02 آگسٽ 2013

بسم الله الرحمن الرحیم

## الف

ای رخ تو به چشم جان آئینه خدا نما
نور صفاش سوخته پرده دیده دل مرا
جلوه حسنت ای صنم بانو طرز دمبدم
کرد ظهور اذا کتم برد مراد گرز جا
نیم نگه تو در شهود صد در بیخودی کشود
گردش چشم تو ربود هوش دلم چو کهربا
قرب تو قرب ایزدی وصل تو وصل سرمدی
مطلع نور احمدی است چهره روشن شما
وصف ترانمی تو ان کرد بصد زبان بیان
در هر موشود زبان هم نرسد به انتها
من چوتنم تو جان من راحت ده روان من
مردم دیدگان من دیده دل از تو منجلا
بیدل غمزده و حزین بنده تست کمترین
رست زبند آن و این هر که به تست مبتلا

## الف (1)

تنهنجو چهرو تيز تر اکين سان خدا ڏيکاريندڙ آئينو آهي

ان جي تجلي منهنجي دل جي اکين جا پردا ساڙي ڇڏيا

اي محبوب تنهنجي حسن جو جلوو هر گهڙيءَ نئين نموني سان آهي

مون تي هڪ طرف کان ظهور ڪري اصلي جاءِ تان کڻي ويو

تنهنجي نيم نگاه عين حق جي بيخودي جا سوين در کوليا

تنهنجي نيڻن جي چڪر منهنجي دل جو هوش مقناطيس جيان جهٽي ورتو

تنهنجو قرب خدائي قرب آهي تنهنجو ميلاپ دائمي الاهي ميلاپ آهي

تنهنجو روشن چهرو نور احمد صلي الله عليه وسلم جو مظهر آهي

تنهنجي تعريف سوين زبانن سان به بيان نہ ڪري سگهبي

هر وار زبان ٿي پوي پوءِ به انتها تي پهچي نہ سگهبو

مان جسم آهيان تون جان آهين خوشي ڏي منهنجي هر وار کي

ماٺهن کي ڏسندڙ منهنجي دل جون اکيون تو کان ٿي روشن آهن

بيدل مايوس ۽ غمزده تنهنجو ڪمترين ٻانهو آهي

جيڪو توتي قربان ٿيو. اهو هر قسم جي آزمائش کان آزاد ٿيو

ب

ساقی سرمست ما، آراسته بزم طرب
سی کشان از انتظار دور جامش جان بلب

دور جام نرگسش رندان بی سور پاء را
غوطه اندر بحر عرفان داد بی رنج وتعب

می کش پیمانه ملکوت از مستی و وجد
حاصل ناسوت را داند همه لهو ولعب

نور وحدت رانگردد پرده کثرت حجاب
بوی مشک معنوی بیرون دود از هر حجب

بسکه عالمگیر شد سر جلوه آن نور پاک
شدعیان از هر تعین ذات آن روشن لقب

چون حباب اشکت در هجر عین دریامی شود
متصف با وصف حق گردد عشیق یار

سر فدای ساز بیدل در طریق عشق یار
الذی لا مثله لو فی العجم لو فی العرب

## ب (2)

اسان جي مدهوش ساقي خوشي جي محفل کي سينگاريو

جام شراب جي واري اچڻ لاءِ منتظر ـــــــڻ جو، سا چپن تي آهي

پريشان رندن کي نرگسي جام جي چکر

معرفت حق جي بحر ۾ بنا ڪنهن ملال ومشقت جي ٽبي ڏياري

پيمانہ ملڪوتي جي پياڪ مستي ۽ بيخودي ڪان

ناسوتي نتيجي فاڻدي کي تماشو ۽ تفريح سمجهو (ڇاتو)

نور وحدت کي ڪثرت حجاب جا پردا مٽائي (ڦيرائي) نٿا سگهن

اصلي حقيقي مشڪ جي بوءِ هر پوشيدگي مان ٻاهر نڪرندي

جيئن جو ان نور پاڪ جي جلوي جو راز هر طرح ظاهر ٿي ويو

اها ذات صاحب تنوير وبصيرت هر طرح عيان ٿي ويئي

جڏهن هجر جي فراق ۾ اکين جا ڳوڙها هو بهو دريا ٿا ٿين

تہ پوءِ ٿي هڪ عاشق حق طلب وصف حق سان سڃاتو ويندو

بيدل عشق يار جي راھ ۾ سر قربان ڪر

اهڙو يار جنهن جو مٽ ثاني نہ عجم ۾ آهي نہ وري عرب ۾

## ت

نداشت یوسف الحق صباحتی که تراست
کجا به لیلی بود این ملاحتی که تراست
به سنگ گرچه اثر کرد نغمه دائود
نبود لهجه اورا فصاحتی که تراست
هزار گلرخ دیدیم عشق ورزیدیم
ولی ندیدم حسن ولطافتی که تراست
به حسن خلق تو ای غمگسار درویشان
نداشت شیرین عذرا سماحتی که تراست
چو سطر ابروی بسمل کتاب حسن توشد
نیافت فکرت سر این عبارتی که تراست
نگشت عشر العشر آن زمان که سنجدیم
نهایت دگران با بدایتی که تراست
بهار حسن تراعندلیب شد بیدل
که گل ندارد چندان نضارتی که تراست

## ت (3)

جيڪا ڪشمڪش حسن تو ۾ آهي اها يوسف نہ پئي رکي
جيڪا نمڪيني ۽ تاثير تو ۾ آهي اهو ليلي ۾ ڪٿي هو
دائود جي آلاپ توڙي جو پٿر تي اثر ڪيو
ان جي طرز ڪلام ۾ اها خوش بياني ڪا نہ هئي جيڪا توکي آهي
هزارين سهڻا ڏٺم ۽ عشق ۾ ڦاٿس
پر اهڙو حسن ۽ نزاڪت نہ ڏٺم جهڙو توکي آهي
تون حسن خلق سان غمزدن جو غم ٽار آهين
شيرين عذرا ۾ اهڙو طور اطوار ڪو نہ هو جيڪو توکي آهي
جيئن تہ تنهنجي پرون جي سٽ سان تنهنجي ڪتاب حسن جو عاشق ٿيو
تنهنجي فڪر واري راز کي نہ پهتو جيڪو مضمون تو وٽ آهي
نہ ٿي سوين پتي بہ ان وقت يقين آهي
بين جي نهايت شروعات تنهنجي آهي
تنهنجي حسن جي باغ ۾ بيدل بلبل ٿيو
چو تہ گل ايترو نظارو نماءُ نہ ٿو رکي جيڪو تو ۾ آهي

# ث

ای که ز حق عمر گذاری عبث
دلبر نزدیک تر دور شماری عبث
آخر انسان توئی مظهر سبحان توئی
منظر رحمان توئی هان به چه کاری عبث
خلقت ملکوت پوش، ساغر جبروت نوش
در ره لاهوت کوش دور زیاری عبث
جام خودی را شکن باده بقا نوش کن
یاب نجات از محن سینه فگاری عبث
مهر درین ذره ایست بحر درین قطره ایست
جان تو بی بهره ایست شرم نداری عبث
ازهر ذره بیاب سر زده آن آفتاب
ورنه دل اندر حجاب جان سپاری عبث
بیدل مردانه شو، بیخود و مستانه شو
طالب پیمانه شو سر به خماری عبث

## ٺ (4)

اي جو تون حق کان عمر بي فائده ۽ بيڪار گذاري

تمام ويجهو دلبر تو دور سمجهيو بلا وج

تون آخر انسان آهين تون مظهر سبحان آهين

تون رحمان جو منظر آهين پوءِ تون ڇو بي فائده ڪم ۾ آهين

ملڪوتي خلقت ڏک جبروتي جام پي

راهه لاهوت ۾ محنت ڪر يار کان دوري بي فائده آهي

خودي جي جام کي ڀڃ شراب بقا پي

هر ڏک کان نجات لهه سينو پٽڻ بي فائدي آهي

هن ذري ۾ محبت آهي هن قطري ۾ ٿي بحر آهي

تون ته پر محروم آهين شرم نه ٿو اچيئي افسوس آهي

هر ذري ۾ ڏسندين ان سچ جو صادر ٿيڻ

جي نه ته دل ۾ حجاب سان عاشق بڻجڻ بي فائده آهي

بيدل مڙس ٿيءُ بيخود مستانو ٿي

اصلي حق جي پيمانه جو طالب ٿيءُ، خيالي نشو بي فائده آهي

## ج

آن ملیک مدنی شاه جهان صاحب تاج
که بود صد چو سلیمان به جنابش محتاج
عرض دارنس سلاطین صفا تحفه نیاز
هرمه وسال به خدام درش مثل خراج
والضحیٰ شاهد توضیح رخ انور اوست
ذکر والیل دلیل است بدان گیسو داج
سر بسر نور الٰهی است وجود محبوب
کز عکسش شده دیوار گلین رشک زجاج
جلوه حسن هم از پرتو ماهیت اوست
ورنه مائل نشدی دل به گل تیره مزاج
لله الحمد که ظلمت کده عالم را
کرد روشن چوبر افروخت سراج وهاج
بیدل از شوق بگو صل وسلم یارب
به روی عترت عالی وصحابه، ازوج

## ج (5)

اهو مديني جو والي صاحب تاج جهان جو بادشاھ
جنهن جي دربار پرانوار ۾ حضرت سليمان جهڙا سوين محتاج آهن
وقت جي وڏن بادشاهن نياز وعجز جا تحفا پيش ڪيا ۽ ڪندا رهن ٿا
هر هميشہ ان جي در جي خادمن وٽ خراج وانگر
ان جي رخ انوار جي وضاحت لاءِ سورة والضحيٰ شاهد آهي
والليل ذڪر صاف دليل آهي سندس ڪاڪل سياھ تي
محبوب صلي الله عليه وسلم جو وجود مسعود مڪمل الهي نور آهي
جو ان جي پرتوي مٽي جي پتين کي شيشي جيان ڪري ڇڏيو
حسن جو جلوو بہ ان جي حقيقت جي روشني جو عڪس آهي
جيڪڏهن نہ تہ گل سياھ صبح ڏي ڪا بہ دل مائل نہ ٿئي ها
سڀ تعريف خاص الله لاءِ جو جهان جي تاريڪ گهر کي
روشن ڪيائين جڏهن اهڙيو سج نور جو
بيدل شوق سان چئہ صل وسلم يا رب
حضور صلي الله عليه وسلم سندن آل واهل اصحاب ازواج مطهرات تي

## ح

هر که نوشید ز میخانه اسرار قدح
تافت بر خاطر بیدار وی انوار قدح
رمز انا احمد لامیم ز ساقی مطلق
گوش کن ودان که بود دافع پنداز قدح
نکته نغز بربی شنواز شیر خدا
معتقد شو که شود صیقل زنگار قدح
شاه بسطام صدا اعظم شانی در داد
چونکه سر مست شد از نشه سرشار قدح
شیخ منصور اناالحق نه چو فرعون بگفت
بل چو شد نورز سر جلوه آثار قدح
نیست مضمون باذنی زلب تبریزی
بلکه از مستی و وجدان وفادار قدح
من خدا، منطق عطار، هم از مستی بود
بیدل از دست مده باده بیدار قدح

## ح (6)

جنهن ميخان اسرار منجهان پيالو (جام) پيتو
ان جي بيدار دل تي ان جام معرفت جا انوار چمڪيا
ساقي مطلق مرشد کان انا احمد لا ميم جي رمز
ڪن ڪر جاڻ ت هيءُ ساغر خود نمائي پاڻپڻي کي دفع ڪندڙ آهي
نغز بربي وارو نڪتو شير خدا حضرت علي کان ٻڌ
اعتقاد رک ت اهو جام معرفت تنهنجي ڪٽ (دل جي) لاهيندو
بسطامي رح بنهنجي اعظم شان جي صدا هنئي
جڏهن ت هو هن جام عشق جي نشي سان بيهوش ٿيو
منصور فرعون وانگر خدائي جي دعوي ن ڪئي هئي
پر ه ٿيو نوراني جام عشق جي جلوي واري بنياد سان
تبريزي جي چپن مان باذني وارو بيان ڪو ن آهي
بلڪ وفادار جام (پيالي) جي مستي قوت دريافت جو اثر هو
فريدالدين عطار جي گويائي من خدا ب مستي کان هئي
بيدل هٿ مان ن ڏي ڇڏي مئي بيدار جو پيالو

ح (6)

جنهن ميخانه اسرار منجهان پيالو (جام) پيتر
ان جي بيدار دل تي ان جام معرفت جا انوار چمڪ
ساقي مطلق مرشد ڪان انا احمد لا ميم جي رمز
ڪن ڪر جاڻ ته هيءُ ساغر خود نمائي پاڻ پٽي ڪي دفع ڪندڙ آهي
نغز بربي وارو نڪتو شير خدا حضرت علي ڪان ٻڌ
اعتقاد رک ته اهو جام معرفت تنهنجي ڪٽ (دل جي) لاهيندو
بسطامي رح [illegible] اعظم شانه جي صدا هنئي
جڏهن ته هو هن جام عشق جي نشي سان بيهوش ٿيو
منصور فرعون وانگر خدائي جي دعوي نه ڪئي هئي
پره ٿيو نوراني جام عشق جي جلوي واري بنياد سان
تبريزي جي چپن مان باذني وارو بيان ڪو نه آهي
بلڪ وفادار جام (پيالي) جي مستي قوت دريافت جو اثر هو
فريدالدين عطار جي گويائي من خدا به مستي ڪان هئي
بيدل هٿ مان نه ڏي چڏي مٿي بيدار جو پيالو

# خ

فتاد درسر صفا پرستان دلم الستی خیال فرخ
کزان خیالی بعالم امکان رسید شان راچه حال فرخ
گروه معنیٰ شناس مطلق که محض فانی شده است فی الحق
حجاب کثرت نمود مشق کند ز وحدت مقال فرخ
ریاح وجدان اویس قرنی بغیر واسطه قران بدنی
رسید الحق به شاه مدنی که بود آئینه کمال فرخ
عیان نهان ونهان عیان است، همان همین و همین همان است
اگرچه بیرون ز هر نشان است ولیک دارد جمال فرخ
ظهور کرده کمال بی چون زهر تشبه به شکل موزون
همون است لیلیٰ همون است مجنون که رو نمودار مثال فرخ
در انتظار جمال ذاتی اگرچه گشتم قرین مماتی
رسد بجان ودلم حیاتی چشم چون زان لب زلال فرخ
متاب بیدل رخ از تعرف بقرب معنی شوی مشرف
مده تو دامن قلندر از کف اگر بخواهی وصال فرخ

## خ (7)

دل منهنجي ۾ حقيقي راز ڄاڻڻ لاءِ خوبصورت خيال پير
چو تہ ان خيال سان عالم امڪان ۾ پهچڻ واري جو حال سعيد آهي
معني شناس گروهہ قطعي طور نشابر فاني في الحق آهي
ڪثرت جو پردو ڏس وحدت جي سهڻي مقال جي مشق ڪر
اويس قرني جي ڄاڻ واري هوا. واسطي ـــــا ڻـيـبي شوق هو
پهتو درست مديني جي شاهہ سان جيڪو آئينو وڏو ڪشادو
ظاهر ڳجهہ آهي ڳجهہ ظاهر آهي سڀ ۾ هڪ جهڙائي آهي
توڙي جو هر نشان ڪان ٻاهر آهي پر سونهن سويـيا ڪشادي ائـس
بي چون ڪمال سان ظاهر ٿيل هر تشبيهہ ڪان دور شڪل موزون
پاڻ ئي ليلي پاڻ ئي مجنون خوبصورت منهن سان نمودار
جمال ذاتي جي انتظار ۾ اگرچہ مماتي جي قريب آهيان
دل ۽ جان ڪي حياتي ملي اڪين مان خوبصورت پاڻي اچي تو
بيدل سڃاڻ ڪان منهن نہ موڙ معني جي قرب سان مشرف ٿيءُ
قلندر جي دامن مان هٿ نہ ڪڍ جيڪڏهن وصل سعيد گهرين تہ

آن نور مقدس که مبراز نشاد بود مظهر دو جهان شد
معشوق شبیه که پس پرده نهان بود امروز عیان شد
شد مظهر اسماء وصفات آن درمکنون از بهر معارف
مسجود ملک نزهت افزای جنان بود صورت انسان شد
با اسم محمد شد آن دوست مسیحیٰ آمد به ظهورات
واز افسر لولاک سر افراز مهان بود فیاض زمان شد
حسن خرد در خواب نموده خودرا باز نامید زلیخا
بی چون وچراپاک زهر کیف وبیان بود یوسف کنعان شد
لیلیٰ ومجنون جمله بهانه است فسانه نزد اهل حقیقت
او بود که بر خویش ز خود جلوه کنان بود هم این هم آن شد
در کسوت رندانه اناالحق بسرایئد منصور لقب یافت
در خرقه شیخانه شرایع تبیان بود مالک ونعمان شد
هم بیدل ودلبر شد هم عارف هم شیخ هم رند خرابات
بسطامی تبریزی وهم شاه شهان بود شبلی وصنعان شد

## د (8)

اهو مقدس نور جيڪو نشان ڪان پاڪ هو ٻنهي جهانن جو مظهر (گواهه) ٿيو محبوب شڪل جيڪا پردي ۾ ڳجهي هئي نيٺ اج ظاهر ٿي صفات و اسماء الاهي جو بيان ڪندڙ ٿيو اهو پوشيد ماڻڪ فضل وعلم ۽ معرفت لاءِ ملائڪن جو مسجود جنت وارن جي پاڪيزگي وڌائيندڙ هو. شڪل انساني ٿيو اهو مسيحا دوست محمد صلي الله عليه وسلم نالي سان ٿيو جلوي سان آيو لولاڪ لما جي تاج سان وڏو عالي مرتبه هو. زماني جو فياض (سخي) ٿيو حسن پنهنجو خواب ۾ ڏنائين پاڻ پوءِ زليخا ۾ قوت آئي سواءِ حيلہ بهاني جي پاڪ هر ڪيفيت ۽ بيان ڪان هو. ڪنعان ۾ يوسف ٿيو ليلي ۽ مجنون مڙيئي افسانہ ۽ بهانہ آهن. اهل حق وارن وٽ اهو هو جيڪو پاڻ تي پاڻ ئي جلوو ڪندڙ هو. برابر ائين ئي ٿيو رندي لباس ۾ انا الحق ڳايائين. منصور لقب لڌائين فقيرئُ ۽ پيري جي پوشاڪ ۾ شريعت کي ظاهر ڪيائيون. امام مالڪ ۽ امام ابو حنيفہ ٿيا بيدل نيٺ تہ ۔ ۔ ۔ ٿيو عارف ٿيو ۽ مرشد پي. ۽ شراب خانہ جو پيئاڪ بہ بسطامي، تبريزي ۽ شهنشاهہ بہ هو. شبلي ۽ صنعان ٿيو

ذ

تبسم خوشت از صد حلاوت است لذیذ
کلام دلکشت از هر ملاحت است لذیذ

به پیش سالک معنیٰ شناس حسن پرست
ملاحت آن رخ خوب از صباحت است لذیذ

نشاید آئینه داری به مجلس کوران
که پیش دیده ور آئینه ندرت است لذیذ

بدان لطافتی حسن تومی خورم سوگند
که عیش دیدنت از جمله عشرت است لذیذ

به پیش عاشق جانباز صادق الاخلاص
گدایی درت از عز وتمکنت است لذیذ

عوام رانبود قدر وصل صاحب حسن
خواص راچو تماشائی جنت است لذیذ

وصال خویش ز بیدل دمی دریغ مدار
که ذوق وصل زهر گونه لذت است لذیذ

ذ (9)

تنهنجو سهڻو مرڪڻ مٺاڻ کان به مزيدار (وڌندڙ) آهي
تنهنجو من موهيندڙ ڳالهائڻ هر نمڪيني (چهرن) کان لذيذ آهي
حسن پرست حقيقت شناس سالڪ جي اکيان
ان سهڻي منهن جي نمڪيني خو بروئي کان مزيدار آهي
انڌن جي مجلس ۾ آئيني جو هجڻ نه ٿو جڳائي
جو دانا (هوشمند) جي اکيان آئيند عمدگي مزيدار آهي
سواءِ تنهنجي نزاڪت حسن جي ئي نوشي ڪريان. قسم آ جو
تنهنجي ڏسڻ جو مزو (خوشي) سيني خوشين کان وڌيڪ وڌندڙ آهي
خلوص مند جانباز عاشق صادق جي اکيان
تنهنجي در جو گدا عزت شان وشوڪت ۾ وڌندڙ آهي
عام ڪي حسن واري جي ميلاپ جو انداز و (توقير) نه آهي
خواص ڪي جنت جي نظاري وانگر وڌندڙ آهي
پنهنجي ملاقات ۾ بيدل کان هڪ دم به روڪڻ(دير) نه رک
چو ته ميلاپ جو شوق هر طرح سان هڪ مزو آهي مزيدار

ر

ای یار گر ز دل آگابی از بند تعلق تن بگذر

ور سود بضاغت می خاهی زین پله رخت به منزل بر

بگسل ز علایق نا سوتی شو محوبه معنی ملکوتی

تا ذوق معارف جبروتی دهدت ز هویت خاص خبر

ای آن که ،چو حیوان بیدردی، شائسته قرب چسان گردی

هیهات که پنج روز آوردی، در خوردن خفتن عمر بسر

تاواقف راز فنا نشوی، آئینه عکس بقا نشوی

تا راہ رو راه صفا نشوی، نفتد به جمال قدس نظر

از بند تعین چون گسلی، می دان تو یقین کز اهل دلی

هین جلوہ ذات خفی وجلی، بی پرده بدیده بی بصر

بر عهد الست موثق شو، در باقی فانی مطلق شو

گلدسته باغ هوالحق شو، از خار ممان مرهون ضرر

زن غوطه تو بیدل دیوانه، در بحر تفکر مردانه

جانبا ز وصل جانانه، در کنبه حقیقت شو ماهر

## ر (10)

اي يار جيڪڏهن دل کان واقف آهي. تہ پوءِ جسم سان تعلق جي خيال کي ڇڏ
جي دولت اخوي جو نفعو تو گهرين تہ هن گهڙي ساز و سامان منزل تي پهچاءِ
ناسوتي لاڳاپا توڙ ملڪوتي معني ۾ محو ٿيءُ
تہ پوءِ جبروتي شناخت جو ذوق تو لاهوت خاص جاڻ ڏيندو
اي افسوس جو حيوان وانگي بيدرد آهين. بهتر قرب وڃائي ڇڏيئہ
ارمان آهي جو پنج ڏينهن لاءِ آئين. ڪاڻ سمهڻ ۾ عمر وڃايئہ
راز جو واقف فنا نہ ٿيندو بقا جي عڪس جو آئينو نہ ٿيندين
جيسين سچي وات جو وانهڙو نہ ٿيندين تہ جمال قدسي کي ڏسي نہ سگهندين
جڏهن دنيوي خيالات کان ڇٽندين يقين جاڻ تہ پوءِ تون اهل آهين
خبردار ظاهر توڙي مخفي ذات جو جلوو سواءِ اکين جي بنا پردي ڏسندين
الست جي اقرار تي محڪم ٿيءُ فاني ۽ باقي ۾ مختار (آزاد) ٿيءُ
هو الحق جي باغ ۾ گلدستو ٿيءُ. ڪندن جي نقصان کان ٿوراٿتو رهہ
اي بيدل ديوانا مڙسن وانگر تنڪر جي بحر ۾ ٽبي هڻ
دوستانہ ميلاپ سان اي دلير حقيقت جي تہ جو ماهر ٿيءُ

## ز

کسی که باده حقیقت کشدز جام مجاز
نهد بصدق چو محمود سر به پای ایاز
بسادلی که به سر حقیقت انسان
وصول یافت چوشد محرم معانی باز
نه سرسری است مرابا تو عشق ورزیدن
که کشف گردد برمن ز تو دقایق راز
اگر نباشد قرب قدیم را باعت
به عشق حادث سالک کجا شود جانباز
ز روی یوسف بر چشم روشن یعقوب
بتافت نور تجلی که شد بدو دمساز
ز چهره زر گر نظاره کرد شاه شرف
جمال بیچون شد مبتلا بدان پرواز
کنون به بیدل زان فیض بهره برسید
به یمن تلقین سلطان عارفان شهباز

## ز (11)

جيڪو ٻہ مجاز جي جام منجهان حقيقت جو شراب حاصل ڪيو

اٺين سچائيءَ دوست جي قدمن تي سر رکندو جئن محمود اياز سان رکيو

گهٽيون دليون جن حقيقت انسان جي رازن کي حاصل ڪيو

جيئن ٿيو واقف الفاظ جو معني ڄاڻندڙ

منهنجو تو سان عشق ڪرڻ سوچ سمجهہ بنا ناهي

جو مون تي تو ڪان مشڪل ۽ باريڪ راز ظاهر ٿيا

جيڪڏهن پراڻي قرب کي بنياد (حقيقت) نہ هجي ها

تہ عشق فاني سان سالڪ ڪيئن دلير ٿئي ها

يوسف ع جي منهن منجهان يعقوب ع جي ظاهر اکين تي نور جي تجلي پئي

تہ پوءِ ٿيو رازدار متفق دوست

شاهہ شرف سوناري جي منهن جو نظارو ڪري ڏٺو

بيمثال حسن ۾ ڦاسي پرواز ڪيائين

اهڙي طرح هاٽي بيدل وٽ انهيءَ فيض مان حصو پهتو

عارفن جي سلطان شهباز قلندر جي تلقين سان

## بس

زاهد حور بهشتی خواهد، دل من عاشق روئی تو بس
حاجی سوئی مکه شتابد، کعبه جانم کوئی تو بس
بر گل عکس رخ تو فتاده، لب به تبسم ناز کشاده
بلبل رادر دام نهاده، او هم مست از بوئی تو بس
شمع ز نور تو یافت ضیائی، شد به تجلی چهره نمائی
دل پروانه گشت فدائی، هر همه را رو سوی تو بس
شیرین مظهر حسن جمالت، شد فرهاد یقین پامالت
لیلیٰ مطلع نور کمالت، مجنون بسته موئی تو بس
از رخ یوسف جلوه نموده، هوش زلیخا پاک ربوده
غنچه دل یعقوب کشوده، سرو قد دلجوئی تو بس
وامق را تو دیده روشن، عذرا راتو خدانه گلش
جائی بجائی شده صد افگن، تیر کمان ابروئی تو بس
شاه شرف دین مردیگانه، داشت به معنیٰ عشق بهانه
صورت آمد محض بهانه، بیدل شیفته روئی تو بس

## س (12)

زاهد بهشتي حور جو طالب آ. منهنجي دل تنهنجي منهن جي عاشق آهي فقط

حاجي مکي ڏي ٿو وڃي منهنجي ساهہ جو ڪعبو تنهنجي گهٽي آهي فقط

گل تي تنهنجي رخ جو عڪس پيو تبسم ناز سان چپ ڪلي ويس

بلبل کي دام ۾ رکيائين اهو بہ تنهنجي خوشبوءِ کان مست آهي گهڻو

تنهنجي نور مان شمع روشني لڌي تجلي سان سندس چهرو نظر آيو

پروانہ جي دل فدا ٿي مرڻي جو منهن تنهنجي طرف آهي فقط

شيرين تنهنجي حسن و جمال جو مظهر هئي. پڪ آهي تہ فرهاد توتي پامال ٿيو

ليلي تنهنجي نور ڪمال جو مطلع هئي. مجنون تنهنجي ڪاڪل ۾ قيد هو فقط

يوسف جي رخ مان جلوو ڏيکاريئہ زليخا جو هوش کسيئہ

يعقوب جي دل جو غنچو کوليو. تنهنجي دلپذير سرو قد ٿي فقط

وامق لاءِ تون روشن اکيون، عذرا لاءِ گلشن گهر

جتي ڪٿي اثر ڪندڙ، ڪرندڙ تنهنجي ابرو جو تير ڪمان آهي فقط

شاهہ شرف دين بيمثال مرد عشق جو بهانو مقصد ڪاڻ ڪيائين

صورت و شڪل هڪ آهي بيدل تنهنجي منهن تي فريـ[illegible] آهي فقط

ش

شهنشاهی که در تبیان نگنجده عظمت و شانش
ملائک از پی تعظیم بوسد خاک ایوانش
تمامی اولیاء ز ابدال و اوتاد ومشائخ وقطب
همه پیوستگی دارند در سلک مریدانش
شربتم فضلتی لطفش بشارت داد خاصان را
که سر مستند از پس خورده پیمانه وجدانش
مریدی لاتخف بهد تسلی طالبان فرمود
یقین دانم که مامون است خیل خاکسان انش
گریبان گیر جانش گرد الطاف خداوندی
هر آن کو زدخ به نیت صاف دستی دل به دامانش
طریقش عروه وثقی است متضمنش بود بی باک
به کشتی نوح هر کو نشست نبود غم ز طوفانش
اغث یاشاه محی الدین مددگاری به بیدل کن
عطا فرما تو فورا ساغرلبریز عرفانش

## ش (13)

اھڙو شھنشاھ جنھن جو عظمت ۽ شان بيان کان ٻاھر آھي
ملائڪ پڻ تعظيم طور ان جي ايوان جي خاڪ کي چمندا رھن ٿا
مڙيئي قطب، مشائخ، اوليا، ابدال ۽ اوتاد پڻ
سڀئي سندس سلسلہ ارادت (اطاعت) ۾ پيو ستہ جڙيل آھن
ان جي لطف ۽ فضل جي شربت نيڪ انسانن کي بشارت ڏني
جو انھيءَ جام وجدان جي واپرائڻ (پيئڻ) بعد مدھوش ٿي رھيا
وڏيڪ خوف نہ ڪر طالبان حق جي تسلي لاءِ فرمايائين
يقين آھي تہ سندس خاڪسارن جو گروھ امن ۽ آرام ۾ آھي
خداوند ڪريم جا لطف ان جي جان جا دعويدار رھندا
جيڪو صاف نيت سان دل جا ھٿ سندس دامن ۾ وجھندو
ان جو طريقو مضبوط گرفت آھي. مطيع کي ڪو پوءِ نہ آھي
نوح جي ٻيڙي ۾ جيڪو بہ ويھندو پوءِ ان کي طوفان جو ڊپ نہ رھندو
شاھ محي الدين (محبوب سبحاني) فرياد ٻڌ. بيدل سان مدد ڪر
معرفت الاھي جو ڀريل پيالو ان کي سگھو عطا فرماءِ

هر که باصدق رخ آورد بدان قبله خاص
ثم وجه الله او دید به دیده اخلاص
نا ز سر چشمه اثبات طهارت نکنی
تا ابداز حدث خطره نیابی تو خلاص
تا گدازان نشود قلب به صد تابش وجد
عکس اکسیر بقانقره نسازدزر خاص
سنگ گوهر شود از تابش خورشید چرا
دل منور نشود از نظر لطف خواص
خبر هوب (؟) بشرط لطف نیا بد هرگز
کشتی فکرز گرداب خیالات مناص
سر توحید عیان تا نشود بر عاشق
کی رود از نظر عقل تعین اشخاص
بیدل از شاه نجف همت عالی به طلب
تا شوی با مددش فائز زان سر مصاص

## ص (14)

جيڪو بہ صدق سان منهن ڪندو قبلہ خاص (حقيقي) ڏانهن

پوءِ ان الله ڪريم جو ديدار ڪيو بانظر اخلاص

جيستائين تصديق ۽ اقرار جي چشمي مان پاڪيزگي نہ ڪندين

تا ابد خطره حدث (وضو ٽٽڻ) ڪان نہ لهندين خلاصي (ڇوٽڪارو)

جيسين وجد جي سوءِ تابش سان قلب نرم نہ ٿئي

اڪسير جو فقط عڪس چاندي کي نہ بنائيندو سون خاص (نج)

سج جي تابش پڻ موتي ٿئي ٿو چا ڪٿون دل

منور نہ ٿي نيڪ بندن جي نظر لطف سان

اطمينان ۽ دلي سڪون لطف نرمي جي شرط سان هرگز نہ لهندين

فڪر جي ٻيڙي کي خيالات جي ڪن منجهان ڪڍ تہ

توحيد جي اصليت جيسين عاشق تي ظاهر نہ ٿئي

تہ اعلي شخصيت کي جاڻ نگاهہ عقل سان نہ ڪندو

بيدل شاهہ نجف حضرت علي رضہ ڪان وڏي همت گهر

تہ پوءِ ان جي مدد سان ڪمال بلندي فائز (ٿئين)

## ض

ای آن که می طپی زپیء فتح باب فیض
وهم وجود تست یقین دان حجاب فیض

از گوش هوش پنبه انکار کش برون
تا وارسد به سامعه صدقت خطاب فیض

ساغر طلب ز میکده عشق محمدی
تا مست باده وجد شوی زان جناب فیض

انوار حسن مه رخ نورانی جمال
دارند اتصال بدان آفتاب فیض

هر سو شگفته از کرم تو هزار گل
یک بار بر من خاک ای سحاب فیض

مایوس نیست طالب وصلت که عاقبت
جوش طلب شود سبب انجذاب فیض

بیدل چو فیض می طلبی سرمکش زعشق
مضمون عشق آمد بسمل کتاب فیض

## ض (15)

اي ھي جو تون باب فيض کي فتح ڪرڻ لاءِ تڙڦين ٿو
يقين ڄاڻ تہ تنھنجي وجود جا وھم فيض تي پردو آھن
ھوش جي ڪنن مان انڪار غفلت جي ڪپھ ٻاھر ڪر
تہ ڪليل پھچي تنھجي صادق سماعت تي فيض جو ڪلام
عشق محمدي صلي الله عليه وسلم جي ٿي خاني منجھان جام ٿي گھر
تہ پوءِ ان فيض جي درگاھہ واري شراب بيخودي مان مست ٿيءُ
محبوب جا انوار حسن ۽ جمال نوراني
ميلاپ نزديڪي رڪن ٿا ان فيض جي آفتاب سان
تنھنجي ڪرم سان ھر طرف ھزارين گل ٽڙيا آھن
اِي فيض جا ڪڪر ڊڪ گھڙي ڊون تي بہ اھا خاڪ ھار
تنھنجي وصل جو طالب مايوس نہ آھي چو تہ نيٺ (آخر)
طلب جو جوش جذب فيض جو سبب بڻبو (ٿيندو)
بيدل جڏھن فاڻدو (ڀلائي) گھرين ٿو تہ عشق ڪان منھن نہ ڦير (ڪڍ)
ڪتاب فيض جي ابتدا (ديباچو) ۾ عشق جو مضمون آيو آھي

# ط

ای دل بـه جـانسپـاری مـردانـه شو فقط
بـر شـمع روی جـانـان پـروانـه شو فقط
در غـنـچـه وجـود تـوبـه شگفـت صد بهـار
زان بـوی خـوش چـون بـلبـل دیوانـه شو فقط
بـاتیـغ لا خـزائـن الا بـدسـت آر
جـان کـن فـداو هـمـدم جـانـانـه سو فقط
خـواهـی اگـر بـه شـاهـد ذات آشـنـا شدن
از الـفـت تـعـین بیـگـانـه شو فـقـط
پـر زهـد، عـلـم تـکیـه نـمودن زابلهـی اسـت
سـرمسـت عشق طـالـب پیمـانـه شو فقط
از نـحـن اقـرب ای دل کـن گـوش مـزده وصل
دور از خـود وبـه دلبـر هـم خـانـه شو فقط
بیـدل هـمیشـه غـرق بـه دریـای وجـد بـاش
در قـعـر بـحـر وحـدت دردانـه شو فـقـط

## ط (16)

اي دل (جان دوست) جي حوالي ڪرڻ ۾ مرد (دلير) ٿيءُ بس (رڳو)
محبوب جي منهن واري شمع تي پروانو ٿيءُ بس
تنهنجي وجود جي غنچي ۾ سوين مسرتون ٽڙي پيو آهن
ان جي خوشبوءِ تي بلبل وانگر ديوانو ٿيءُ بس
لا جي ترار سان الا جا خزانا هٿ ڪر
جان فدا ڪر ۽ محبوب جو حبدار ساٿي ٿيءُ بس (رڳو)
جيڪڏهن محبوب جي ذات سڃاڻڻ گهرين ٿو
تہ پوءِ ٻي هر الفت کان بيزار ٿيءُ بس
زهد ۽ علم تي بانور ڪرڻ بيوقوفي آهي
عشق جو متوالو مشتاق طالب توحيد جو ٿيءُ بس
اي دل نحن اقرب کان وصل (ميلاپ) محبوب جي بشارت ٻڌ
پاڻ کان پري ٿيءُ دلبر سان گهرو (گڏ) ٿيءُ بس
بيدل هميشہ بيخودي (حال) جي درياءَ ۾ غرق هج
بحر وحدت جي ڪن ۾ واقف جاٺو هج بس (رڳو)

بی کمال عشق از دیدار خوبان نیست حظ
تانباشی بلبل از سیر گلستان نیست حظ
زاهد خود بین خدابین کی شود بازهد خشک
بید خوانان راز تفسیرات قرآن نیست حظ
عارف از بهر تماشا حسن بیچون می کند
ورنه چشم کور راز آیئنه تابان نیست حظ
منکر فقراء نگردد بهر یاب از ذوق وجد
دیوارا از نعمت توحید عرفان نیست حظ
آن گروهی راکه شد غرقاب بحربی خودی
زاجتهاد مالک وتاویل نعمان نیست حظ
هر که ذائقه فکرتش بگرفت ذوق معنوی
پس ورااز هر تتعم برگ سامان نیست حظ
عشق دلداده را بیدل به دارلآخرت
بی وصال دوست از فردوس رضوان نیست حظ

عشق ۾ ڪماليت بنا سهڻن جي ديدار منجهان ڪا لذت خوشي نہ آهي
جيڪڏهن بلبل نہ هجين تہ گلستان باغ جي سير مان ڪا لذت نہ آهــي
زاهد خودبين رڳو زهد خشڪ سان خدا شناس ڪيئن ٿيندو
ويد پڙهندڙ کي قرآن جي تفسير مان ڪا لذت نہ آهي (ايندي)
عاقِ حسن بيمثال لاءِ نظارو (رکيل) ٿو ڪري
ورنہ انڌي کي چمڪندڙ آئيني مان لذت نہ آهي
درويش جو منڪر ذوق بيخودي منجهان فائدو نہ وٺندو
جن شيطان کي معرفت توحيد جي نعمت منجهان لذت نہ آهي ايندي
اهو گروهہ جو بيخودي جي بحر ۾ غرق آهي
ان کي امام مالڪ جي اجتهاد ۽ ابو حنيفہ جي تاويل مان ڪا لذت نہ آهي
جنهن جي فڪر جي ذائقي اندروني ذوق خوشي مزو حاصل ڪيو
پوءِ ان کي نازو ونعمت واري زندگي جي ساز و سامان مان ڪا لذت نہ آهي
بيدل عشق ۾ فريفتہ کي قيامت جي ميدان ۾ بہ
دوست جي وصال بنا بهشت بابرڪت مان لذت نہ آهي

٤

حالتی رومی دهد عشاق را اندر سماع
که عدم دانند هشت آفاق را اندر سماع
کوششی معنی طلب بانفخه مستی و وجد
تیز تر کرد آتش اشواق را اندر سماع
کاتب فکرت صفا جویان بآب بیهشی
پاک شوید جمله اوراق را اندر سماع
اهل دل دانند که بی انداز مستی می رسد
باده نوش ساغر میثاق را اندر سماع
مطرب خوش لحن کوتا بانواهای الست
جمع سازد خاطر مشتاق را اندر سماع
گرچه ممنوع است شرعا لیک در سیر سلوک
می دهد ترقی سالک طاق را اندر سماع
آن صدای بی جهت بیدل به سامعه فکر پاک
می رسد ارباب استغراق را اندر سماع

ع (18)

عاشقن کي منهن ڏئي تو واردات عشق سماع ۾
جو هو عدم جاڻن انئيءَ آفاق (آسمان جا ڪنارا) سماع ۾
مقصد طلب ڪا بہ ڪوشش سستي ۽ بيخودي جي صور سان
آتش شوق کي تيز تر ڪري ٿي سماع ۾
ڪاتب تدبير طالبان جا آب بيخودي سان
ڌوئي پاڪ ڪري تو مڙيئي ورق سماع ۾
اهل دل ئي جاڻي تو تہ بي حد مستي پهچي ٿي
ساغر ميثاقا جي مئي خوارن کي سماع ۾
خوش آواز ڳائڻو جيڪو آوز الست سان
سڪايل جي دل کي محڪم مطمئن ڪري تو سماع ۾
توڙي جو شريعت ۾ منع آهي پر تلاش حق جي تماشي ۾
تو ڏئي ترقي لاثاني سالڪ کي سماع ۾
اها بي سبب صدا فڪر پاڪ سان بڌندي
صاحب محويت وارن کي پهچي ٿي سماع ۾

غ

جهان ز ظلمت جهل آن زمانه یافت فراغ
که شد منیر زنور احمد این چهار چراغ
زنور صدق یکی روشنی گرفت اسلام
فروغ عدل دویم شد عدو دین را داغ
ظهور ذات سیوم شمع جمع حلم وحیا
شعاع چارم از شمس قدس داده سراغ
زدست ساقی وحدت به بزم صحبت فیض
لبالب ازمی هو هریکی کشیده ایاغ
چه نافها است که ارواح اهل معنیٰ را
به بوی تذکره آن ها معطر است دماغ
به یمن خلت آن سالکان دین پرور
نموده آتش کده راغنایت ایزد باغ
چو گشت بدرقه ات مدح این جهاد بیدل
رسی تو عاقبت اندر مقر خود زمراغ

## غ (19)

جهان جهالت جي اونده منجهان ان وقت نجات ورتي
جو ٿيا روشن حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي نور مان هي چار چراغ
هڪ جي نور صدق مان اسلام روشني ورتي
ٻئي جي عدل جي رونق دين جي دشمنن تي ٿيو داغ
ٽئين جي ذات جو ظهور حلم وحيا جي شمع جو ذخيرو هو
چوٿين جي شعاع تقويٰ جي سج جو نشان ڏنو
بزم صحبت جي فيض سان ساقي وحدت هٿان
هر هڪ ٿي هو ذات باري تعالي جو ورتو ٽمٽار جام (پيالو)
ڪهڙي ته مشڪ آهي جو روح اهل حق جا
ان جي بيان ڪر جو خوشبوءِ سان ٿي معطر آهن دماغ سندن
انهن دين پرور سالڪن باڪمال صحبت جي برڪت سان
آتش ڪده کي به الاهي عنايت جو باغ ڪري سمجهيو (ڏٺو)
جڏهن ٿيءُ (ٿئي) سهارو (وسيلو) تنهنجو هيءُ مدح هن جهان ۾ بيدل
آخر تون رسندين سبزه زار (جنت) ۾ مطمئن ۽ معترف

## ف

ای نسیم صبحدم گر بگذری سوی نجف
با ادب کن خاک بوسی روضه رضوان شرف
بعد آداب وتضرع وافره زین بنده گو
کای شه مردان باوصاف نوادر متصف
حق بنا میدت ولی و مصطفی مولات خواند
سر احدیت ز توبر عارفان شد منکشف
دارم امیدی که بر رویم در دل وا کنی
زان که تو داری کلید مخزن معنیٰ بکف
گرچه جسم اشکسته ام دور است از قرب حضور
لیک جانم جاودان مانده بکویت معتکف
لطف فرما، ده لم را روبه راه مستقیم
تا نیفتم در غلط زین راههای مختلف
در طریق عشق بیدل را دل مردانه ده
تا نماید عمر خود ر مستی وجدان تلف

ف (20)

اي باد سحر جيڪڏهن نجف طرف وڃين
با ادب ٿي بابرڪت روضي جي خاڪ بوسي ڪج
هن غلام طرفان آداب ۽ عاجزي گهڻي بعد چئج
ته اي عجيب و غريب اوصاف سان موصوف شاهه مردان (شير خدا)
الله تنهنجو نالو ولي رکيو ۽ مصطفي مدني صلي الله عليه وسلم توکي مولىٰ سڏيو
توحيد جا راز خلاصه تو وٽان ئي عارفن تي کليا ظاهر ٿيا
اميد رکان ٿو ته ولوله جوش محبت تي دل جا دروازا کولين
جو ته مخزن معرفت جي ڪنجي تنهنجي هٿ ۾ آهي
توڙي جو ڪمزور آهيان ۽ تنهنجي قربي حضور کان دور
تاهم ساهه منهنجو سدائين تنهنجي ڳليءَ ۾ معتڪف رهندڙ بيٺل آهي
لطف فرماءِ منهنجي دل جو رخ سڌي واٽ ڏي ڪر
ته جيئن مان پلجي مختلف واٽن تي نه وڃي پوان
عشق جي راهه ۾ بيدل کي دليرانه دل ڏي
ته جيئن سڄي عمر ڪيف مستي ۾ ختم ڪري

## ق

می رسد هر دم بـه گوش جـان من پیغام عشق
کای فلان گر ترک جان سازی بنوشی جام عشق
گوش بی گوشی کشاتا بشنوی بانگ الست
ورنـه سـامعه عقل نبود مهبط الهام عشق
بـی سرو پـامی دود در وادی پهنـای وجد
هر کـه او بستـه ز میقـات ازل احرام عشق
نیک نـامـی اختیـارم نسیـت معـذورم بـدار
پند نـاصح کی پذیرد آن کـه شد بد نـام عشق
شادی جـاوید مضمر در غم عشق است بـس
شو اگـر آزادگـی خواهـی اسیر دام عشق
حمـلـه عقلی نگردد بر بلیسی فتح یاب
دیو هستی را سر اندازی کند صمصام عشق
پشت پـازن بـر تـنعم فـانی دنیـای دون
چون شدی بیدل مصـاحب زمره اکرام عشق

## ق (21)

منهنجي روح جي ڪنن تي هر گهڙي عشق جو پيغام پهچي ٿو
تہ اي فلاڻا ! جيڪڏهن سر جو آسرو لاهين تہ عشق جو جام پيءُ
لاغرضي (بيپرواهي) ڪن ڪڍ تہ جيئن الست جو آواز ٻڌين
جي نہ تہ تنهنجي عقل تي عشق جو الهام نہ لهندو
پريشان ڊوڙي ٿو بيخودي جي فراخ وادي ۾
جنهن ميقات ازل کان عشق جو احرام ٻڌو
مون کي مجبور سمجهہ نيڪ نامي منهنجي هٿ ۾ نہ آهي
عشق جو بدنام ناصح جي نصيحت ڪٿي قبول ڪندو (مڃيندو)
هميشہ جي خوشي غم عشق ۾ پوشيدہ آهي فقط
جيڪڏهن آزاد ٿئين تہ دام عشق جو اسير ٿيءُ
عقلي حملا ابليسي اٽڪلن تي ڪامياب نہ ٿيندا
هستي هٺ جي ديو کي عشق جي تلوار ختم ڪندي
دنيا ڪميني فاني جي خوشي آرام تي لت هڻ
بيدل جڏهن تہ ٿيو آهين تون اڪرام عشق جي گروهہ جو ساٿي

ک

خوش آن دمی که به بوسم خاک ایوان پاک

چه بقعه که شده مهبط عالم افلاک

شه شهان حقیقت سر سران طریق

که مشتهر شد فیضش ز سمک تا به سماک

قلندری که به عزم سطوتش ابدال

به حبل تابعداریش کرده استمساک

شه دو عالم شهباز آشیانه قدس

که هست لعل بدخشان جلوه ادراک

به خلق خلق ظهور و بطون حال مقام

تمام مجمع آثار سید لولاک

چه شهسوار که هر ره نورد بادیه وجد

زدش ز بهر مدد خواست دست در فتراک

به شاهراه تو بیدل چو خاک افتاده

به پانهی تو توان گشت کیمیا این خاک

اها ساعت سهڻي جو مان ايوان پاڪ جي خاڪ کي چميو
اهڙو ممتاز زمين جو خطو جيڪو آسمان وارن جي نزول جي جاءِ آهي
حقيقت جو شهنشاهه طريقت جو مهندار
اهڙو جوان جو فيض سمڪ (مڇي) کان سماء (آسمان) تائين مشتهر ٿيو
اهو قلندر جو عزم دٻدٻو ان جو ابدال وارو آهي
ان جي تابعداري (اطاعت) واري رسي کي ورتائين
ٻنهي جهانن جو بادشاهه آشيانہ قدس جو شهباز (ساڪن)
لعل بدخشان سندس ادراڪ جو جلوو آهي
خلق سان حسن خلق جو اظهار باطن ۾ بيخودي جو مقام
سيئي طور و طريقا سيد لولاڪ جا
اهڙو شهسوار جو هر هڪ بيابان بيخودي جو پانڌيئڙو
سندس ٿيلهي ۾ مدد جي خواهش لاءِ هٿ هنيو (رکيو)
بيدل مٽي وانگر تنهنجي گذرگاهه تي پيل پيو آهي
تون پير رکندين تہ هيءَ خاڪ مٽي ڪيميا ٿي پوندي

## ل

آن دو ریحان ریاض حضرت ختم الرسل

وآن دو سرو بوستان صفدر میر اجل

آن دو گوهر کان سیده النساء زهرا بتول

سیدا شباب اهل الجنته ارباب فضل

آن دو اختر برج شرع و آن دو سلطان هدیٰ

وان دو برج چرخ دین و آن دو هادی سبل

شاه حسن المجتبیٰ حضرت حسین المقتدا

هادی ومهدی امام العارفین دریای دل

آن گروه ناسزا کاعدای این پاکان شد ند

بست گردن شان بحبل من مسد طول امل

دوست دار خاندان مصطفی مرحوم باد

خارجی ملعون در دارین خوار ومضمحل

حب اولاد علی بیدل دلیل فیض تست

آخرت ساز به زمره اهل معنیٰ متصل

## ل (23)

اهي ٻئي ختم الرسل صلي الله عليه وسلم جي باغ جا خوشبودار گل(نازبوء)
اهي ٻئي حضرت علي وڏي شان واري جي باغ جا سرو
اهي ٻئي سيدة النساء زهرا بتول جي کاڻ جا گوهر(هيرا)
صاحب فيض و فضل جنة جي جوانن جا سردار
اهي ٻئي برج شريعت جا ستارا ۽ ٻئي هدايت جا بادشاهه
اهي ٻئي دين جي آسمان جا برج ۽ اهي ٻئي هادي طريقت جا
شاهه حسن المجتبيٰ حضرت حسين المقتدا
ٻئي هادي مهدي عارفن جا امام سخي ۽ فياض
اهو نالائق گروهه جيڪو هن پاڪن جا دشمن ٿيا
انهن جا گردن حرص جي ڏکهي رسي ۾ قابو ٿيا
مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي خاندان جو دوست هميشه رحمت ۾ آهي (هجي)
خار جي ملعون ٻنهي جهانن ۾ خوار ۽ پريشان آهي (هجي)
بيدل علي رضه جي اولاد جي محبت تو لاءِ فيض جو دليل آهي
اهل حقيقت جي گروهه سان هميشه گڏ رهي آخرت سنوار

۴

گفتم به عشق روی تو گشتیم متهم
گفتا که من رفیق تو باشم مدار غم
گفتم که دین و دل همه کردم فدای تو
گفتا خوش آن کسی که کند جان نثار هم
گفتم که رویت آئینه صنع ایزدی است
گفتا بدیده معنی اشناس زنده دم
گفتم هزار شکر که وصلت نصیب ماست
گفتا که عشرت است پی عسرت والم
گفتم اساس وجد چرانیست پائدار
گفتا بنای هستی راساز منهدم
گفتم که سر خفیه مکشوف کی شود
گفتا چو بنگری به تامل به جام هم
بیدل ز جیب فکر مکش سر که عاقبت
در سلک سالکانت نمایند منتظم

## م (24)

چيم تنهنجي رخ (زيبا) سان عشق سبب مان بهتان هيٺ ٿيو آهيان
چيائين غم نہ ڪر مان تنهنجو ساٿي هجان
چيم تہ دين ۽ دل پورو تو تي قربان ڪيو اٿم
چيائين اُهوئي مسرور (خوش) جيڪو اهڙي طرح جان گهور ڪري
چيم تہ تنهنجو منهن قادر جي ڪاريگري جو آئينو آهي
چيائين ڏنا اٿئہ حقيقت شناس ۽ زنده دل
چيم هزارين شڪر جو تنهنجو وصل منهنجو نصيب آهي
چيائين ڏک ۽ غم ڪان پوءِ ئي سک ۽ خوشي آهي
چيم بيخودي جو بنياد ڇاڪڻون پائدار نہ آهي
چيائين هستي هٿڻ جي بڻ پاڙ کي مسمار ڪر
چيم تہ ڳجها راز ڪيئن ڪڏهن کلندا (ظاهر ٿيندا)
چيائين جڏهن تون فڪر سان پيمانہ آئيني ۾ ڏسندين نهاريندين
بيدل فڪر جي گريبان منجهان سر مٿو ڪنڌ نہ ڪڍ تہ
جيئن آخر توکي سالڪن جي قطار سلسلہ جو منتظم بڻايائين (ظاهر ڪن)

ن

ـا رب از بـرق تـجـلـی عشق دل پـر نور کن

ین صنوبـر را مـنور چون درخـت طور کن

یشتـر از انـقـطـاع شغـل مـعـمـار وجود

خـانـه مـا رابـه شغـل مـعرفت مـعمور کن

یـده مـا در شـاهـد جـلـوه بی چـون کشـا

سینـه مـا مـخـزن سـرو و صفـا دستور کن

راه میکـده سـقـاهـم ربهم بـه نـمـا مـرا

یعنـی از صهبـای وحـدت مـطـلقم مـخـمـور کن

ظـاهـرم را بـر متـابـعـت احـمـدی کن پـائدار

ـاطـنـم را درد کـش از سـاغـر منصـور کن

ن بـه امـر شرع دل را لـذت وجـدان بـه بـخـش

غـرقـه تـوحیـدز آلایـش یـو بیـنـی دور کن

عشـق کـامـل بـخـش تـا بـخشدز پـندارم خـلاص

پـس دل بیـدل بـه وصـل جـاودان مسرور کن

## ن (25)

اي رب عشق جي تيز تر تجلي سان دل پر نور ڪر
هن صنوبر (محبوب) کي درخت طور وانگر منور ڪر
معمار وجود جي شغل ڪنجي وڃڻ کان اڳ ئي
منهنجي گهر دل کي معرفت جي شغل سان معمور ڪر
منهنجون اکيون محبوب ۾ بي مثل جلوي سان کول
سينو منهنجو عشق ۽ پاڪيزگي جو دستور (مغزن، گدام) ڪر
سقاهم ربهم واري ميخانہ جي مون کي واٽ ڏيکار
يعني شراب وحدت سان مونکي پوري طرح مخمور ڪر
منهنجي ظاهر کي اتباع احمدي صلي الله عليه وسلم تي محڪم ڪر
باطن کي فتح مند جام منجهان دردمند ڪر (بڻاءِ)
بدن شرعي امر سان دل کي لذت ۽ بيخودي بخش
توحيد ۾ ٻڏل رکي شرڪ جي غلاظت کان دور ڪر
اهڙو ڪامل عشق عطا ڪر جيڪو غرور کان نجات بخشي
پوءِ بيدل جي دل کي وصل جاوداني سان ، مسرور ڪر

و

یقین می دان درین عالم که لاموجود الا هو
عقیده خود نما سالم که لاموجود الا هو
زهر روزن کشیده سر جمال حسن آن دلبر
به چشمان یقین بنگه که لاموجود الا هو
چو عزم افتاد سلطان را خلیفه کرد انسان را
یقین شد اهل عرفان را که لاموجود الا هو
چو صنعان عارف کامل به مظهر باخته دین ودل
شد از هر سو بدو مائل که لا موجود الا هو
ازان سر جلوه اقدس تجلی یافت برانفس
گواهی می دهد هر کس که لاموجود الا هو
چوان اعرف به گوش آمد دل پاکان به جوش آمد
خواص اندر خروش آمد که لاموجود الا هو
به فکر بیخودی بیدل زبند خویشتن بگسل
میقن شوبه هر محفل که لا موجود الا هو

هن جهان ۾ يقين ڄاڻ (رک) ته هڪ الله کان سواءِ ٻيو ڪو نه آهي

پنهنجو عقيدو سالم ڏيکار ته ان کان سواءِ ٻيو ڪو به نه آهي

هر شگاف روشندان مان ان دلبر جو حسن جمال پڌرو آهي

يقين جي اکين سان ڏس ته ان بنا ٻيو ڪو به موجود نه آهي

جڏهن بادشاهه کي ارادو ٿيو ته انسان کي پنهنجو نائب ڪيائين

معرفت وارن کي يقين ٿيو ته بيشڪ الله ئي حاضر ۽ قائم آهي

جڏهن صنعان ڪامل عارف دين ۽ دل هڪ ڪري ڇڏيا

هر طرف کان متوجه ٿيو هڪ ان ذات بنا ٻيو ڪو به نه آهي

جلوه اقدس جي عنوان منجهان هر هڪ دم تي تجلي پيئي

هر هڪ انسان اها شاهدي ڏئي ٿو ته بيشڪ ان کان سواءِ ٻيو ڪو موجود نه آهي

جڏهن ان اعرف ڪن تي پيو پاڪ انسانن جي دل ۾ جوش آيو

نيڪن ۾ هل شور اچي ويو ته ان کان هڪ بنا ٻيو ڪو موجود نه آهي

بيدل بيخودي واري فڪر سان پاٽپٽي ۽ غرور جي قيد مان

هر محفل ۾ اهو يقين رک ته ذات پاڪ بنا ٻيو ڪجهه به نه آهي

هم

آمد به ملک عالم آن خسرو یگانه
بهر ظهور خود کرد انسان را بهانه
زد خیمه شاه شاهان در کوی بی نوایان
شد خانه گدایان منزل که شهانه
با ناز کرده دلبر خاکی قبای در بر
شد جلوه گرز مظهر آن شاهد نهانه
پیدا ست نور ذاتی زین پرده صفاتی
با دیده ثباتی نظاره کن عیانه
بی کیف در تکیف آمد پی تعرف
یعقوب مست یوسف این و آن همه فسانه
گه شیخ گه غازی گه رند گه نمازی
گه عاشق مجازی گه مفتی زمانه
سر احمد میقن در احمد است روشن
میم از میان برون کن بیدل موحدانه

## ھم (27)

آيو جهان جي بادشاهي لاءِ اهو بادشاھ بي نظير
پنهنجي ظهور لاءِ انسان جو بهانو ڪيائين
بادشاهن جي بادشاهه مسڪينن جي ڳلي اچي خيما ڪوڙيا
گدا گرن جا گهر بادشاهي منزل گاھ ٿي ويا
دلبر ناز سان خاڪي قبا ڏڪي پسند ڪئي
ظاهر ظهور جلوه گر ٿيو اهو محبوب پوشيده (ڏڪيل)
ذاتي نور اهڙي طرح صفاتي پردي ۾ پيدا ٿي آيو
پائدار اڪين سان پڌرو نظارو ڪندو رھ
بي ڪيف ڪيفيت ۾ آيو تعارف لاءِ
يعقوب ع (پٽ) يوسف لاءِ مست ٿيو هي مڙيئي فسانو هو
ڪڏهن بزرگ درويش ڪڏهن غازي ڪڏهن صوفي ڪڏهن نمازي
ڪڏهن مفتي زمانہ ڪڏهن عاشق مجازي
اهو يقين رک تہ احد ۾ جو راز احمدص چمڪندڙ آهي
ميم وچان ڪدي ڇڏ اي بيدل تون موحد وانگر

ي

ای که از تحصیل ادنیٰ تاج بر سر یافتی
خلعت اسریٰ بعبده هم تو در بر یافتی
کحل ما زاغ البصر در چشم تو یزدان کشید
عز رویت نزلت اخریٰ ازان در یافتی
شرف علم آدم الاسماء بیافته بو البشر
نوز اسرار مسمیٰ بهره و افر یافتی
قرب ملکوت آسمان بود از کمالات خلیل
قدر فتدلی تو از دادار داور یافتی
رب شرح لی کلیم الله صدای می زند
از الم نشرح تو صد گنجینه گوهر یافتی
منطق اوحیٰ الی عبده بسمع تو رسید
از خزائن بی نشان دامان پر دریافتی
بیدل از تو در ره توحید می خواهد مدد
المدد ای آنکه از همه پایه برتر یافتی

## ي (28)

اي محبوب مدني صلي الله عليه وسلم تاج ادنيٰ حاصل ڪري پنهنجي سر تي پاتو
اسريٰ بعبده جي خلعت برڪت واري پڻ حاصل ڪيو
ڪحل مازاغ البصر اوهان جي مبارڪ اکين ۾ خالق اڪبر پارايو
نزلة اخريٰ عزت تنهنجي رخ مبارڪ اتان حاصل ڪئي
آدم عليه السلام علم آدم الاسماء جو شرف حاصل ڪيو
تون! اسرار خاص منجهان وافر حصو حاصل ڪيو
آسماني ملائڪن سان قرابت حضرت ابراهيم جي ڪماليت هئي
فتدليٰ وارو مرتبو موليٰ کان هديه طور تون حاصل ڪيو
حضرت موسيٰ ڪليم الله رب شرح لي جي صدا هڻندو رهيو
پر الم نشرح منجهان تون جواهر موتي جا سوين خزانا حاصل ڪيا
اوحيٰ اليٰ عبده جي بات تنهنجي ڪن تي پهتي
بي نشان خزانن مان تون پريل جهوليون حاصل ڪيون
بيدل توحيد جي وات ۾ تو کان ٿي مدد ٿو گهري
تون ٿي مدد ڪر جو تو کي ٿي هر طرح مان مٿي حاصل ڪيو (ڏڌو آهي)

ڊاڪٽر عبدالوحيد انڍڙ بن ميان عبدالحليم انڍڙ
جي پيدائش پهرين مئي 1963ء تي هاليجي
شريف تعلقہ پنوعاقل ۾ ٿي. هن وقت روهڙي
شريف ۾ رهائش پذير آهي. سنڌ يونيورسٽي
مان 1998ء ۾ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي رحہ
جي نگراني ۾ پي ايچ ڊي (ڊاڪٽريٽ) جي اعليٰ ڊگري حاصل ڪئي.
جنيدالوقت سيدالعارفين حضرت محمد صديق القادري ڀرچونڊي شريف
جي فارسي ملفوظات جو سنڌي ترجمي ڪرڻ سان گڏ ٻين تصنيفات
۽ تاليفات جي ڊگهي فهرست آهي. جن مان "سکر ڊسٽي". "سکر تاريخ
و تمدن"، "گهوٽڪي ضلعو تاريخ ۽ ثقافت"، "مدرسي مظهرالعلوم
کڏي ڪراچي جون ديني ۽ سياسي خدمتون" شامل آهن.